Madinah Gift Centre

# فيضان غريب نواز رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہِ

هفتيوار سنّتن ڀريي اجتماع ۾ ٿيڻ وارو
سنّتن ڀريو بيان.



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَ الصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ

اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ؕ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ؕ

# فيضانِ غريب نواز

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا حَبِيْبَ الله

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نَبِيَّ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا نُوْرَ الله

نَوَيْتُ سُنَّتَ الْاِعْتِكَاف

(مون سنّتِ اعتكاف جي نيّت كئي)

جڏهن به مسجد ۾ داخل ٿيو، ياد اچڻ تي نفلي اعتكاف جي نيّت كري وٺندا كيو، جيستائين مسجد ۾ رهندؤ نفلي اعتكاف جو ثواب حاصل ٿيندو رهندو ۽ ضمنًا مسجد ۾ كائڻ پيئڻ به جائز ٿي ويندو.

## دُرود شريف كي فضيلت

حضرتِ سَيدُنا ابو دَرداء رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنۡهُ كان رِوايت آهي ته مني مٺي آقا، مكي مدني مُصطَفي صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیۡهِ واٰلِہٖ وَسَلَّم جن اِرشاد فرمايو: جيكو شَخص صبح ۽ شام مون تي ڏهه ڏهه ڀيرا دُرُود شريف پڙهندو، قِيامت جي ڏينهن منهنجي شَفاعت ان كي ضرور ملندي. (الترغيب والترهيب، كتاب النوافل، الترغيب في آيات واذكار... الخ، 312/1، حديث:991)

چارهٔ بے چارگاں پر ہوں دُرودیں صَد ہزار
بےکسوں کے حامی و غمخوار پر لاکھوں سلام

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تعالٰي عَلٰي مُحَمَّد



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! ثواب حاصل ڪرڻ خاطر بيان ٻڌڻ کان پهريان سنيون سنيون نيتون ڪري ونون ٿا. فرمانِ مصطفيٰ صَلَّي اللهُ تَعَالٰي عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم:

”نِيَّةُ الْمُؤْمِنِ خَيْرٌ مِّنْ عَمَلِهٖ“يعني مسلمان جي نيت ان جي عمل کان بهتر آهي.[1]

**ٻ مدني گُل:** 1 بغير سٺي نيت جي ڪنهن بہ نيڪ عمل جو ثواب ناهي ملندو 2 جيتريون سنيون نيتون وڌيڪ، اوترو ثواب بہ وڌيڪ.

## بيان ٻڌڻ جون نيّتون

❁ نگاهون جهڪائي پوري توجه سان بيان ٻڌندس ❁ ٽيڪ لڳائي ويهڻ بدران علمِ دين جي تعظيم خاطر جيترو ٿي سگهيو گوڏا پيجي ويهندس ❁ ضرورت پوڻ تي سوڙهو يا سِرڪي ٻين جي لاءِ جاءِ ڪشاده ڪندس ❁ ڌِڪو وغيره لڳو تہ صبر ڪندس، گهوري ڏسڻ ۽ اٽڪڻ کان بچندس ❁ صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! اُذكُرُوالله تُوبُوا اِلَي الله! وغيره ٻڌي ثواب ڪمائڻ ۽ صدا لڳائڻ وارن جي دِل جوئي (يعني دلداري) جي لاءِ بلند آواز سان جواب ڏيندس ❁ بيان کان پوءِ پاڻ اڳتي وڌي سلام، مصافحو ۽ انفرادي ڪوشش ڪندس.

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعَالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## بيان ڪرڻ جون نيّتون

مان بہ نيت ڪيان ٿو ❁ الله جي رضا حاصل ڪرڻ ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ بيان ڪندس ❁ ڏسي بيان ڪندس ❁ سيپاري 14 سورة النحل آيت نمبر 125: اُدْعُ اِلٰى سَبِيْلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَ الْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ ”ترجموڪنزالايمان: پنهنجي

[1] (المعجم الڪبير للطبراني، باب السين،سهل بن سعد الساعدى الحديث: 5942، ج 6، ص 185)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



ربّ جي واٽ جي طرف سڏ پڪي سمجھ ۽ چڱي نصيحت سان“ ۽ بخاري شريف (حديث: 4361) جي ھن فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: بَلِّغُوْا عَنِّيْ وَلَوْ آيَة[2] يعني ”منھنجي طرفان پھچايو جيتوڻيڪ ھڪ ئي آيت ھجي“ ۾ ڏنل احڪام جي پيروي ڪندس ❁ نيڪي جو حڪم ڏيندس ۽ بُرائي کان منع ڪندس ❁ شعر پڙھڻ، عربي، انگريزي ۽ ڏکيا لفظ ڳالھائڻ دؤران دل جي اخلاص تي توجُّھ رکندس يعني پنھنجي علم جو رُعب ويھارڻ مقصود ٿيو تہ ڳالھائڻ کان بچندس ❁ مدني قافلي، مدني انعامات ۽ علاقائي دوره براءِ نيڪي جي دعوت وغيره جي رغبت ڏياريندس ❁ ٺھڪ ڏيڻ ۽ ڏيارڻ کان بچندس ❁ نظر جي حفاظت بڻائڻ جي خاطر حتي الامڪان نگاھون جھڪائي رکندس.

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## سبزوار جي حاڪم جي توبہ

ايران جي شھر ”سبز وار“ ۾ ھڪ تمام ئي ترو تازه ۽ ھريالو باغ ھو. جنھن جي بلڪل وچ ۾ صاف پاڻي جي ھڪ نھر ھئي ۽ وچ ۾ ھڪ خوبصورت کوھ بہ ھو. اُھو باغ سبزوار جي حاڪم جو ھو جيڪو تمام ئي ڏِنگو ۽ بُري چال چلت وارو شخص ھو. ھِن (حاڪم) جي اِھا عادت ھئي تہ جڏھن بہ باغ ۾ ايندو ھو تہ شراب پيئندو ھو. ۽ نشي ۾ گھڻو گوڙ ۽ شور ڪندو ھو. ھڪ ڏينھن حَضۡرَتِ سَيِّدنا خوَاجہ غَرِيبۡ نَواز سَيِّد مُعِيۡنُ الدِّين حَسَن سَنجَرِي چِشۡتي اَجۡميري عَلَيۡه رِحۡمَةُاللهِ الۡقَوِی جو اتان کان گُذر ٿيو. پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه ھِن نھر مان غُسل ڪيو ۽ کوھ جي ڪناري وٽ نفلَ ادا ڪيا. باغ جي حفاظت

---

[2]...بخاری، کتاب احادیث الانبیاء،باب ماذکر عن بنی اسرائیل،462/2،حدیث:3461



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



ڪرڻ وارن سندن رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه سان پنهنجي حاڪِم جي توري توري ڳالھ تي شور ڪرڻ جو حال عرض ڪيو ۽ درخواست ڪئي تہ اوهان رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه هتان ڪان تشريف وٺي وڃو تہ ڪٿي حاڪِم توهان رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه کي نقصان نہ پهچائي. پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جن فرمايو: الله عَزَّوَجَلَّ منهنجو حافظ ۽ ناصر (نگهبان ۽ مددگار) آهي.

ايتري ۾ سبزوار جو حاڪم باغ ۾ داخل ٿيو ۽ سڌو کُوھ وٽ آيو، پنهنجي عيش ۽ آرام واري جڳھ تي درويش کي ڏٺائين تہ ڪاوڙ ۾ اچي ويو پر ان جي ڪجھ چوڻ ڪان پهرين پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه اُن تي هڪ نظر وِڌي ۽ اُن جي ڪيفيت تبديل ڪري ڇڏي. حاڪم پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جي نظرِ جلالت برداشت نہ ڪندي بي هوش ٿي زمين تي ڪِري پيو، پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه کوھ مان بُڪ ۾ پاڻي کڻي هُن حاڪم جي مُنهن تي ڇنڊا هنيا، جيئن ئي حاڪم کي هُوش آيو فورًا سندن رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جي پيرن تي ڪِري پيو ۽ روئي روئي پنهنجي گناهن ڪان توبہ ڪيائين ۽ پوءِ پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جي هٿ تي بيعت ڪيائين.

حَضۡرَتِ سَيِّدُنا خَواجہ غريب نواز رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جي حڪم تي (باغ جي مالڪ) ظلم ۽ ڏاڍائي سان حاصل ڪيل تمام دولت اصل مالڪن کي موٽائي ڏني ۽ سندن رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جي صحبتِ بابرڪت ۾ رهڻ لڳو، پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَیۡه جن ڪجھ ئي عرصي ۾ حاڪم کي باطني فيض سان مالامال ڪري خلافت عطا فرمائي ۽ اُتان ڪان رخصت تي ويا. (اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص ۵۱۱ ملخصاً)

نگاہِ ولی میں وہ تاثیر دیکھی
بدلتی ہزاروں کی تقدیر دیکھی

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعَالي عَلي مُحَمَّد



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



مَنا مَنا اسلامي ڀائرو! توهان ڏٺو تہ حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه ڪيتري وڏي شان وارا آهن جو هڪ نگاهہ سان سبزوار جي حاڪم جي دل جي دنيا بدلائي ڇڏي، واقعي الله وارن جي نگاهہ ۾ وڏي تاثير هوندي آهي، انهن جي ولايت جي نگاهہ لکين ماڻهن جي دلين ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو. اُنهن ڪي سڌي واٽ تي آڻي ڇڏيندي آهي، انهن نہ صرف اهو پر بُزُرگن پنهنجي ڪردار ۽ عمل سان ڪفر ۽ شرڪ جي اونداهيءَ ۾ ڏِڪا ڪائڻ وارن بي شمار غير مُسلمن کي الله عَزَّوَجَلَّ جي وحدانيت ۽ پياري آقا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي رسالت سان آگاهہ ڪري اسلام ۾ داخل ڪيو.

تاجُ الأولياء، سَيّدالاصفياء، وارثُ النّبي، عطاءِ رَسُوْل، سُلطانُ الهِنْد حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز سيّد مُعِيۡنُ الدِّين حَسَن سَنۡجَرِي چِشۡتِي اَجۡمِيرِي عَلَيْه رِحۡمَةُاللهِ الۡقَوِی جو شمار بہ اُنهن بُزُرگن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه ڇهين (6) **صدي هجري** ۾ هندستان تشريف فرما ٿيا ۽ هڪ عظيم الشّان روحاني ۽ سماجي انقلاب جو ذريعو بڻيا، ايستائين جو هندستان جا ظالم ۽ بي رحم بادشاھ بہ سندن رُعب هيبت اچي سُڌري ويا ۽ عقيدت رکڻ وارن ۾ شامل ٿي ويا. اچو تہ حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي مبارڪ زندگيءَ جي باري ۾ ڪجھ سماعت ڪيون:

## ولادتِ باسعادت

حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز سيّد مُعِيۡنُ الدِّين حَسَن سَنۡجَرِي چِشۡتِي اَجۡمِيرِي عَلَيْه رِحۡمَةُاللهِ الۡقَوِی ۵۳۷ھ بمطابق 1142ء ۾ سِجِسّتان يا سيستان (موجوده اِيران) جي علاقي "**سَنۡجَر**" ۾ پيدا ٿيا. (اقتباس الانوار،ص۳۴۵)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## نالوءِ نسب جو سلسلو

پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جو اسمِ گرامي ”حَسَن“ آهي ۽ پاڻ نجيبُ الطَّرَفَين (يعني ماءُ پيءُ ٻنهي طرفان) حَسَني ۽ حُسِيني سيِّد آهن. پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جا مشهور ۽ معروف لقب مُعِينُ الدِّين، خواجه غريب نواز، سُلطانُ الْهِند، وَارِثُ النَّبي اورعطاءِ رسول وغيره آهن. سندن نسب جو سلسلو سَيّد مُعينُ الدّين حَسَن بن سيِّد غيَاثُ الدّين حَسَن بن سَيِّد نجمُ الدّين طاهر بن سَيِّد عَبْدُالْعَزِيز آهي.

(معين الهند حضرت خواجه معين الدين اجميري ،ص١٨ملخصاً وغيره)

## والدين ڪريمين

پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جي والدِ ماجد سيِّد غيَاثُ الدّين حَسَن رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جن جو شمار”سَنْجَر“ جي اميرن ۽ رئيسن ۾ ٿيندو هو، بي حد مُتّقي، پرهيزگار ۽ صاحِبِ ڪَرامت بُـزرگ هئا، پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جي والده ماجده بہ پنهنجو گهڻو وقت عبادت ۽ رياضت ۾ گذارڻ واري نيڪ سيرت عورت هئي.

(اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص٥٠٦، بتغیر)

حَضۡرَتِ سَيّدنَا خوَاجہ غريب نواز رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ جڏهن پندرهن (15) سالن جي عمر جا ٿيا تہ سندن والدِ محترم لاڏاڻو فرمائي ويا. وراثت ۾ هڪ باغ ۽ هڪ پَن چڪي (پاڻي تي هلڻ واري چڪّي) ملي. پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ اُنهن کي ئي پنهنجي لاءِ گذر سفر جو ذريعو بڻايو ۽ خود ئي باغ جي سارسنڀال لهندا هئا ۽ وڻن کي پاڻي ڏيندا هئا. (مرآة الاسرار، ص٥٩٣، بتغير)

## وليِّ الله جي اوبر جي برڪت

حَضۡرَتِ سَيّدنَا خوَاجہ غريب نواز رَحۡمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَیۡہ هڪ ڏينهن باغ ۾ بوٽن کي پاڻي ڏئي رهيا هئا تہ اُن دور جا مشهور مَجذُوب بُزُرگ حَضرتِ سَيِّدُنا



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



اِبراهِيم قَندُوزِي رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه باغ ۾ تشريف فرما تيا، جيئن ئي پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي نظر الله عَزَّوَجَلَّ جي اُن مقبول ٻانهي تي پئي. جلدي ۾ سمورو ڪم ڪار ڇڏي ۽ سلام ڪري دَست بوسِي ڪئي ۽ نهايت ادب ۽ احترام سان وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهاريو، پوءِ اُنهن جي خدمت ۾ وڏي عاجزي سان تازن انگورن جو هڪ ڳُڇو پيش ڪيو ۽ گوڏا ڀِڃي ويهي رهيا، الله عَزَّوَجَلَّ جي ولي کي هن نوجوان جي انداز مَن موهي ورتو، خوش ٿي پنهنجي بغل مان هڪ کلي جو ٽُڪر ڪڍي چٻاڙي خواجہ صاحب رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي وات ۾ وڌائون، کلي جو ٽُڪر جيئن ئي ٺڙي مبارڪ کان هيٺ لٿو، خواجہ صاحب رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي دل جي ڪيفيت يڪدم تبديل ٿي وئي ۽ سندن دل، دنيا کان بيزار ٿي ويو، پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه باغ، پن چڪّي ۽ سمورو ساز و سامان وڪڻي اُن مان حاصل ٿيندڙ رقم فقيرن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ ديني علم حاصل ڪرڻ لاءِ راهِ خدا جا مسافر ٿِجي ويا. (مرآة الاسرار،ص ۵۹۳ملخصاً)

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللّٰهُ تَعَالٰي عَلٰي مُحَمَّد

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! بيان ڪيل واقعي مان اسان کي اِهو درس ملي ٿو ته جڏهن به اسان ڪنهن مجلس ۾ وينل هجون ۽ اسان جي بُزُرگن، اُستادن، والدَين، عالمِ دين يا پيرومُرشِد اچي وڃن ته اُنهن جي تعظيم جي لاءِ اٿي بيهڻ گهرجي، اُنهن کي عزّت ۽ احترام سان ويهارڻ گهرجي. ياد رکو! ادب اهڙي شيءِ آهي جنهن جي ذريعي انسان دنيا ۽ آخرت جون نعمتون حاصل ڪري وٺندو آهي ۽ جيڪو اِن خوبي کان محروم هوندو آهي اُهو انهن نعمتن جو حقدار ناهي هوندو. شايد اِن لاءِ چيو ويندو آهي ته **"با ادب با نصيب بي ادب بي نصيب"**. يقيناً ادب سان ئي انسان جي سڃاڻپ ٿيندي آهي. جهڙي طرح



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



واريءَ جي ذرَن ۾ موتي پنهنجي چمڪ ۽ اهمِيَت ناهي وڃائيندو اهڙي طرح با ادب شخص پنهنجي سڃاڻپ کي هميشه قائم رکندو آهي. اِن لاءِ اسان کي پنهنجي وڏن جو ادب ۽ احترام ڪرڻ ۽ ننڍن سان شفقت ۽ محبَّت سان پيش اچڻ گهرجي. اچوته! اِنهيءَ متعلق (3) **احاديثِ مبارڪ** ٻڌون ۽ عمل جو جذبو پيدا ڪريون.

1. ٻنهي جهانن جي تاجور، سلطانِ بحروبر صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: اي اَنَس! وڏن جو ادب واحترام۽ تعظيم و توقير ڪَر ۽ ننڍن تي شفقت ڪَر، توهان جَنَّت ۾ منهنجو ساٿ حاصل ڪري وٺندا.

(شعب الايمان، باب في رحم الصغير، ۴۵۸/۷، حديث :۱۰۹۸۱)

2. نور جي پيڪر، تمام نَبِيَّن جي سَروَر صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمانِ عاليشان آهي: جنهن اسان جي ننڍن تي رحم نه ڪيو ۽ اسان جي وڏن جي تعظيم نه ڪئي، اُهو اسان مان ناهي.

(ترمذي، ڪتاب البر والصلة، بابماجاء في رحمةالصبيان، ۳/۳۶۹، حديث :۱۹۲٦)

3. سَيِّد عالَم صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو: جيڪو جَوَان ڪنهن پوڙهي جي ان جي عمر جي وجه سان ادب ڪري ته اُن جي بدلي اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ڪنهن جي ذريعي اُن جي عزت افزائي فرمائيندو آهي.

(ترمذي، ڪتاب البر والصلة، بابماجاء في اجلال الڪبير،۳/۴۱۱،حديث :۲۰۲۹)

بڑے جتنے بھی ہیں گھر میں اَدَب کرتا رہوں سب کا
کروں چھوٹے بہن بھائی پہ شَفْقَت یارسول اللہ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَسَلَّم

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللّٰهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## علمِ دين کي حاصل ڪرڻ لاءِ سفر

حَضرَتِ سَيِّدُنَا خوَاجہ غريب نواز مُعِينُ الدِّين چِشتِي رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه پندرهن سالن جي عمر ۾ عِلم حاصل ڪرڻ لاءِ سفر اختيار ڪيو ۽ سمرقند ۾ حَضرَتِ سَيّدنا شَرفُ الدِّين عَلَيهِ رحمة اللهِ المُبِين جي بارگاھ ۾ حاضر ٿي باقاعدگي سان عِلمِ دين حاصل ڪرڻ جو آغاز ڪيو. سڀ کان پهريان قُرآنِ پاڪ حِفظ (زباني ياد) ڪيوءِ اُن کان پوءِ اُنهن کان ٻيا عِلم بہ حاصل ڪيا. (اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص۵۰۸ ملخصًا)

جيئن جيئن عِلمِ دين سکندا ويا تيئن تيئن علم جي چاھ وڌندي وئي. عِلم جي اُڃ پوري ڪرڻ لاءِ بُخارا ڏانهن سفر ڪيو۔ اُتي پُهچي دنيا جي مشهور عالمِ دين مولانا حُسَامُ الدّين بخاري عَلَيهِ رحمة اللهِ البَارِي جي شاگردي اختيار ڪيائون ۽ پوءِ اُنهن جي شفقتن جي ڇانوَ هيٺ پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه ڪجھ ئي عرصي ۾ تمام ديني علم مڪمل طور حاصل ڪيائون. هن طرح پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه مجموعي طور تي تقريبًا پنج سال سمرقند ۽ بخارا ۾ عِلمِ دين حاصل ڪرڻ لاءِ قيام فرمايائون. (اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص۵۰۸ ملخصًا)

## طَالِب (گُهرڻ وارو) مَطلُوب (ڏيڻ واري) جي در تي

اِن عرصي ۾ ظاهري علم تہ مڪمل حاصل ڪري چُڪا هئا پر جنهن سِڪ وچان گهر وارن کي خيرآباد چيو هواُن جي تسڪين اجان باقي هئي، بهرحال اهڙي ماهر طبيب جي ڳولها ۾ نڪري ويا جيڪو دل جي درد جي دوا ڪري سگهي، هاڻي پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه ڪامل مرشد جي ڳولها ۾ بُخارا کان حجاز ڏانهن سفر ڪرڻ جي تياري ڪئي. رستي ۾ جڏهن نيشاپور (صوبہ خراسان رضوي ايران) جي آس پاس واري علاقي "هاروَن" کان گذريا تہ وقت جي قُطُب، مردِ قلندر حَضرَتِ سَيّدنا عثمان هاروَني چِشتِي عَلَيه رِحمَۃُاللهِ القَوِی جي شُهرت ٻُڌي تہ فورًا خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ اُنهن جي هٿن تي بيعت ڪري چشتي سلسلي ۾ داخل ٿي ويا. (مرآة الاسرار،ص۵۹۴ ملخصاً)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## يَکْ دَرگِير و مُحْکَمْ گِيْر

پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰى عَلَيْه ڪيترن سالن تائين مُرشِدِ ڪامِل جي خدمت ۾ حاضر رهيا ۽ معرفت جون منزلون پار ڪندي باطني عِلم سان فيضياب ٿيندا رهيا، حَضْرَتِ سَيِّدنا خواجه عُثمَان هاروَني چِشّتِي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ الْقَوِی جيڏانهن بہ ويندا هئا تہ پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰى عَلَيْه اُنهن جو سامان پنهنجي ڪُلهن تي کڻي گڏ ويندا هئا ۽ پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰى عَلَيْه کي ڪيترا ئي ڀيرا پنهنجي مُرشِد سان گڏ حج جي سعادت بہ حاصل ٿي.(اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص۵۰۹ ملخصًا)

پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا تہ جڏهن منهنجي پيرومُرشِد خواجه عُثمان هاروَني چِشّتِي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ الْقَوِی منهنجي خدمت ۽ عقيدت ڏٺي تہ اهڙي اَعليٰ نعمت عطا فرمائي جنهن جي ڪا حد نہ آهي.

## مريد هجي تہ اهڙو

عمومًا جهڙي طرح هر شاگرد جي خواهش هوندي آهي تہ اُستاد جي اکين جو تارو بڻجي وڃان، اهڙي طرح هڪ مريد جي بہ اِها خواهش هوندي آهي تہ آئون پنهنجي پيرو مُرشِد جو منظورِنظر بڻجي وڃان، پر اهڙا خوشنصيب ڪجهہ ئي هوندا آهن جنهن جي اِها خواهش پُوري ٿيندي آهي. حَضْرَتِ سَيِّدنا خَواجه غريب نواز سيّد مُعِيْنُ الدِّين حَسَن سَنْجَرِي چِشّتِي اَجْمِيرِي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ الْقَوِی مرشد جي دربار ۾ ايتري قدر مقبول هئا جو هڪ ڀيري پاڻ مرشدِ ڪريم خواجه عُثمان هاروَني چِشّتِي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ الْقَوِی جن فرمايو تہ اسان جو معينُ الدِّين، الله عَزَّوَجَلَّ جو محبوب آهي ۽ اسانکي پنهنجي هِن مُريد تي فخر آهي. (مرآة الاسرار، ص۵۹۵)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## غوثِ اعظم رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہ سان عقيدت

جنهن وقت حَضَرَتِ سَيّدنا غوثِ اَعظَم رَضِیَ اللّٰہ تَعَالٰی عَنْہ جن بغداد شريف ۾ ارشاد فرمايو: قَدَمِیْ ھٰذِہٖ عَلٰی رَقَبَۃِ کُلِّ وَلِیِّ اللّٰہِ (يعني: منهنجو هي قدم الله عَزَّوَجَلَّ جي هر ولي جي ڪنڌ تي آهي) تہ اُن وقت خواجہ غريب نوازمُعِينُ الدّين چِشتِي رَحْمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہ پنهنجي جواني جي ڏينهن ۾ خُراسان جي مُلڪ ۾ واقع هڪ جبل جي ٽڪريءَ تي عبادت ڪندا هئا. جڏهن توهان اِهو فرمانِ عاليشان ٻڌو تہ پنهنجو متو جُهڪائي ڇڏيو ۽ فرمايائون: بَلْ قَدَمَاکَ عَلٰی رَأْسِیْ وَعَيْنِیْ يعني بلڪ توهان جو هي قدم منهنجي متي ۽ اکين تي آهي. (غوث پاک کے حالات،ص٦٧)

## بارگاهِ رسالت صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مان هندستان جي سلطاني ملي وئي

بارگاهِ رسالت صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۾خواجہ غريب نوازمُعِينُ الدّين چِشتِي رَحْمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہ جي مرتبي جو اندازو ان ڳالھ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ جڏهن پاڻ رَحْمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہ ڪي مديني شريف جي حاضِري جو شَرَف مليو تہ وڏي ادب ۽ احترام سان سلام عرض ڪيو: ”اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَيْکَ يَا سَيِّدَ الْمُرْسَلِيْن وَخَاتَمَ النَّبِيِّيْن“ تہ اِن جي جواب ۾ روضي مبارڪ مان آواز آيو ”وَعَلَيْکُمُ السَّلَامُ يَا قُطْبَ الْمَشَائِخ“

(اللہ کے خاص بندے عبدہ،ص۵۱۰،بتغیر)

گڏوگڏ حَضَرَتِ سَيّدنا خواجہ غريب نواز رَحْمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہ ڪي هِندستان جي سُلطاني بہ بارگاهِ رسالت صَلَّی اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مان ئي عطا ٿي. شَيخِ طريقت، اميرِ اهلسنت، بانيءِ دعوتِ اسلامي حضرتِ علامہ مولانا محمّد الياس عطار قادري رضوي دَامَتْ بَرَکَاتُهُمُ الْعَالِيَہ پنهنجي رسالي ”**خوفناڪ جادوگر**“ جي صفحي نمبر 2 تي تحرير فرمائن ٿا تہ سلسلهء عاليہ چشتيہ جي عظيم پيشوا خواجهء خواجگان، سلطان الهند حَضَرَتِ سَيِّدُنا خواجہ غريب نواز رَحْمَۃُ اللّٰہ تَعَالٰی عَلَيْہ ڪي



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



مدينهء منوّره زَادَهَا اللهُ شَرَفًا وَّ تَعْظِيْمًا جي حاضري جي موقعي تي سَيِّدُالمُرسَلِيْن، خَاتَمُ النَّبِيِّيْن صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ جي طرف کان اِها بشارت ملي: ”اي مُعِيْنُ الدِّيْن! توهان اسانجي دين جا مُعِيْن (يعني مددگار) آهيو. توهان کي هندستان جي ولايت عطا ڪئي آهي، اَجمير وڃو! توهان جي ذريعي بي ديني ختم ٿيندي ۽ اسلام جي روشني پکڙجندي“.

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## هندستان جي سلطان جو هندستان ڏانهن سفر

پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه اِن خوشخبري کي ٻڌڻ کان پوءِ هِندستان ڏانهن روانهء ٿيا ۽ سَمَرقند، بُخارا، عُروسُ البِلاد (سڀ کان خوبصورت شهر) بغداد شريف، نيشاپور، تَبريز، اوش، اَصفَهان، سَبزوار، خُراسَان، خِرقان، اِستَرآباد، بَلَخ ۽ غزني وغيره کان ٿيندي هندستان جي شهر اجمير شريف (صوبو راجستان) پهتا. اِن پوري سفر ۾ پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جن سَوين الله جي ولين ۽ اُمّت جي اڳواڻن سان ملاقات ڪئي. پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه بغدا شريف ۾ حَضرَتِ سَيِّدنا غوثِ اَعظَم مُحيِي الدِّين سَيِّد عَبدُالقادِر جيلاني رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْه جي خدمت ۾ حاضر ٿيا ۽ پنج مهينن تائين بارگاهِ غوثيه مان فيض حاصل ڪندا رهيا.

تَبريز ۾ شيخ بدرُالدّين ابو سَعِيد تَبريزي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جي بارگاه مان علم جي ميراث حاصل ڪئي. اَصفَهانَ ۾ شيخ محمود اَصفَهانِي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه وٽ حاضر ٿيا ۽ خِرقان ۾ شيخ اَبُو سَعِيد ابُوالخَير ۽ خواجه ابُوالحَسَن خرقاني رَحِمَهُمَا اللهُ السَّلَام جي مزارن تي حاضري ڏني. اِستَرآباد ۾ حَضرَتِ علّامه شيخ ناصِرُالدّين اِستَرآبادي عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الهَادِى کان فيض حاصل ڪيو.



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



هر رات ۾ شيخ الاسلام امام عبدُاللّٰه اَنصَاري رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جي زيارت ڪئي ۽ بَلَخ ۾ شيخ احمد خَضرَوَيَہ رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جي خانقاھ ۾ قيام فرمايائون.

(اللہ کے خاص بندے عبدہ، ص ۵۱۰، ۵۱۱ ملخصًا)

## داتا رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جي مزارتي خواجہ رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جي حاضري

اِن سفر دوران پاڻ حَضرَتِ سَيِّدُنَا داتا گنج بخش سَيِّد علي هَجوِيرِي عَلَيْہ رِحمَۃُاللہِ القَوِی جي مزار مبارڪ تي نہ صرف حاضري ڏني پر گڏوگڏ چاليھ (40) ڏينهن تائين مراقبو بہ ڪيو ۽ حَضرَتِ سَيِّدُنَا داتا گنج بخش رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جو خصوصي فيض حاصل ڪيو. (مرآۃ الاسرار ص۵۹۸،ملخصاً) ۽ مزارِ پُر اَنوار کان رخصت ٿيڻ وقت حَضرَتِ سَيِّدُنَا داتا گنج بخش رَحمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جي عظمت ۽ فيضان جو بيان هِن شعر جي ذريعي ڪيو:

گنج بخش فیضِ عالَم مظہرِ نورِ خُدا ۔۔۔ ناقِصاں را پِیرِ کامِل کامِلاں را رَہنُما

يعني داتا گنج بخش سَيِّد علي هَجوِيرِي عَلَيْہ رِحمَۃُاللہِ القَوِی جو فيض سڄي جهان ۾ جاري آهي ۽ پاڻ رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جي نور جا مظهر آهن، پاڻ رَحمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَیْہ جو هي مقام آهي تہ جيڪي طريقت جي راھ ۾ ڪمزور آهن، انهن جي لاءِ ڪامل پير ۽ جيڪي خُود پيرِ ڪامل آهن اُنهن جي لاءِ رهنما آهن.

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! ۔۔۔ صَلَّي اللّٰهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! جيڪڏهن اللّٰه وارن جي زندگي جي واقعن جو مشاهدو ڪيو وڃي تہ هي ڳالھ سامهون ايندي تہ انهن جي زندگي جو هر ڪم ۽ روز مرھ جون عادتون ربِّ ذُوالْجَلال جي احڪامن ۽ سنّتِ رسول صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي بلڪل عين مطابق هونديون آهن.



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



حَضرَتِ سَيّدنَا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي سڄي زندگي اُنهن مان هڪ نمونوآهي.اچو ته پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي مبارڪ عادتن جي باري ۾ ڪجهه ٻڌون،

## قرآن جي تلاوت ۽ رات جو جاڳڻ

حَضرَتِ سَيّدنَا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي اِها عادت هئي ته سڄي سڄي رات الله عَزَّوَجَلَّ جي عبادت ۾ مصروف رهندا هئا ايستائين جو عشاء جي وُضُو سان فجر جي نماز ادا ڪندا هئا ۽ قرآن پاڪ جي تلاوت جو ايتري قدر شوق هو جو ڏينهن ۾ ٻه ٻه قرآنِ پاڪ ختم فرمائيندا هئا. سفر جي دوران به قرآن پاڪ جي تلاوت جاري رهندي هئي. (مرآة الاسرار، ص۵۹۵، بتغير)

## گهٽ کائڻ جي عادت

ٻين بزرگانِ دين ۽ اولياءِ ڪاملين رَحِمَهُمُ اللهُ تَعَالٰی عَلَيهِم اَجمَعِين وانگر پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه به وڌ کان وڌ الله عَزَّوَجَلَّ جي عبادت ڪرڻ جي لاءِ تمام گهٽ کاڌو کائيندا هئا. پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه فرمائن ٿا ته گهڻو کاڌو کائڻ سان سستي، ننڊ عبادت ۾ رڪاوٽ نه بڻجي. جيئن ته پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي باري ۾ نقل ڪيو ويو آهي ته ست (7) ڏينهن کان پوءِ به اڍائي تولا وزن جي برابر ماني پاڻي ۾ پُسائي کائيندا هئا. (مرآة الاسرار، ص۵۹۵، بتغير)

## لباس مبارڪ ۽ سادگي

الله وارن جي شان آهي ته ظاهري سونهن ۽ آرائش جي بجائي باطن جي صفائي تي گهڻي توجهَ ڏيندا آهن. حَضرَتِ سَيّدنَا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي لباس مبارڪ ۾ به نهايت سادگي نظر ايندي هئي. پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جو لباس صرف ٻن چادرن تي مشتمل هوندو هو ۽ اُن ۾ به ڪيتريون ئي چتيون لڳل هونديون هيون.جڻ ته لباس مان به سُنَّتِ مُصطَفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم



Madinah.iN

Madinah Gift Centre

سان بي حد محبت نظر ايندي هئي، ۽ چتيون لڳائڻ ۾ به ايتري قدر سادگي اختيارڪندا هئا جو جنهن به رنگ جو ڪپڙو ملندو هو اُنکي ئي شرف بخشيندا هئا. (مرآة الاسرار، ص۵۹۵،بتغير)

## پاڙي وارن سان سٺو سُلُوڪ

پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه پاڙي وارن جو تمام گھڻو خيال رکندا هئا، انهن جي خبر چار رکندا هئا، جيڪڏهن ڪنهن پاڙي واري جو انتقال ٿي ويندو هو ته اُن جي جنازي سان گڏ ضرور ويندا هئا ۽ اُن جي تدفين کان پوءِ ماڻهو هليا ويندا هئا ته پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه اڪيلا ئي اُن جي قبر وٽ تشريف فرما هوندا هئا ۽ ان جي حق ۾ مغفرت ۽ نجات جي دعا فرمائيندا هئا ۽ اُن جي اهل وعيال کي صبر جي تلقين ڪندا هئا ۽ اُنهن کي تسلِّي ڏيندا هئا. پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه جي حلم، بردباري، خيروخيرات ۽ بين مبارڪ عادتن کان متاثر ٿي ماڻهو سٺي اخلاق وارا ۽ سٺي صفتن وارا ٿي ويا ۽ پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه جي هٿ مبارڪ تي تقريبًا نَوّي (90) لک غير مسلمن مسلمان ٿيڻ جو شرف حاصل ڪيو. (معين الارواح، ص ۱۸۸ بتغير)

## مهرباني ۽ بردباري

پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه تمام ئي نرم دل، نرم مزاج ۽ سنجيده طبيعت جا مالڪ هئا. جيڪڏهن ڪاوڙ ايندي به هئي ته ديني غيرت جي بنياد تي ايندي هئي، ڪو سخت ڳالھ چئي به ڇڏيندو هو ته پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه ڪڏهن به ڪاوڙ نه ڪندا هئا. اُن وقت به سٺي اخلاق ۽ خوش مزاجي جو مظاهرو ڪندا هئا، صبر کان ڪم وٺندا هئا ۽ ايئن لڳندو هو جڻ پاڻ رَحۡمَۃُ اللہ تَعَالٰی عَلَيۡه ڪجھ ٻڌو ئي نه آهي. (حضرت خواجه غريب نواز حيات وتعليمات، ص۳۹ ، بتغير)


Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## خوفِ خدا

حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه تي خوفِ خدا جو ايترو قدر غلبو هوندو هو جو پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه خوفِ خدا سان ڏڪندا ۽ ڳوڙها ڳاڙيندا رهندا هئا ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي ٻانهن کي الله عَزَّوَجَلَّ جي خوف جي تلقين ڪندي ارشاد فرمائيندا هئا تہ ”اي ٻانهو! جيڪڏهن توهان زمين جي اندر سُتل ماڻهن جو حال ڄاڻي وٺو تہ خوفِ خدا جي ڪري بيٺي بيٺي ڳري وڃو“. (معين الارواح، ص ١٨٥ملخصاً)

قبرِ محبوب کے جلووں سے بسادے مالک　　یہ کرم کردے تو میں شاد رہوں گا یاربّ!

## پردہ پوشي

حَضرَتِ خواجہ قُطب الدّين بختيار ڪاڪي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ القَوِی پنهنجي پير و مرشد حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جون خوبيون بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ آءُ ڪيترائي سال حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي خدمتِ بابرڪت ۾ حاضر رهيس پر ڪڏهن بہ پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي زبانِ اقدس مان ڪنهن جو راز فاش ٿيندي نہ ڏٺو. پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه ڪڏهن بہ ڪنهن مسلمان جو راز نہ کوليندا هئا. (حضرت خواجه غريب نواز حيات وتعليمات، ص ٤١ ملخصاً)

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! ڪنهن بہ مسلمان جو راز نہ کولڻ ۽ اُن تي پردو رکڻ الله عَزَّوَجَلَّ جي نزديڪ تمام محبوب عمل آهي. جيئن تہ

## مسلمان جي پردہ پوشي ڪرڻ جو ثواب

حَضرتِ سَيِّدُنا ابنِ عبّاس رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُمَا کان روايت آهي تہ سَيِّدُ الْمُبَلِّغِيْن، صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّمَ جن ارشاد فرمايو: ”جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي پرده پوشي ڪندو،



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



الله عَزَّوَجَلَّ قيامت جي ڏينهن اُن جي پرده پوشي فرمائيندو ۽ جيڪو پنهنجي ڀاءُ جو راز کوليندو، الله عَزَّوَجَلَّ اُن جو راز ظاهر ڪري ڇڏيندو ايستائين جو اُهو پنهنجي گهر ۾ ئي ذليل ٿي ويندو.“

(سنن ابن ماجه، كتاب الحدود ، باب الستر علي المومن ، ٢١٩/٣، حديث :٢٥٤٦)

عیب دنیا میں تُونے چُھپائے حشر میں بھی نہ اب آنچ آئے

آہ! نامہ مرا کُھل رہا ہے یاخُدا تجھ سے میری دعا ہے

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## مُرشِد ڪامل جي مزار مبارڪ جي تعظيم

هڪ ڏينهن حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز سيّد مُعِيَنُ الدّين حَسَن سَنجَرِي چِشتِي اَجمِيرِي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ القَوِى پنهنجي مُريدن جي تربيت فرمائي رهيا هئا، جڏهن توهان جي نظر ساڄي طرف پوندي هئي ته با ادب بيهي رهندا هئا، سڀ مريد هي ڏسي حيران ٿيا ته پير و مرشد بار بار ڇو بيهي ٿا رهن؟

پر ڪنهن کي به پُڇڻ جي همّت نه ٿي سگهي، جڏهن سڀ مُريد اُتان هليا ويا ته هڪ منظورِنظر مريد عرض گزار ٿيو ته سائين! اسان جي تربيت جي دوران توهان ڪيترا ڀيرا قيام فرمايو، اِن ۾ ڪهڙي حڪمت هئي؟ حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالىٰ عَلَيْه جن فرمايو ته اِن طرف منهنجي پير و مُرشِد خواجه عُثمان هاروَني چِشتِي عَلَيْه رِحمَةُ اللهِ القَوِى جي مزار مبارڪ آهي جڏهن به ان ڏانهن رُخ ٿيندو هو ته آئون تعظيم لاءِ اُٿي بيهندو هئس، آئون پنهنجي پير و مُرشِد جي روضي جي تعظيم جي لاءِ هر ڀيري اُٿي بيهندو هئس. ( آدابِ مُرشِدِ ڪامل، ص ١١٤ بتغير)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## ملفوظات

سُلطانُ الهِند خوَاجه غريب نواز رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیْہ جي بارگاه ۾ عقيدت مندن ۽ مريدن جو هر وقت هجوم رهندو هو، انهن مريدن جي ظاهري ۽ باطني اصلاح جي لاءِ ملفوظات (ارشادات) جو سلسلو جاري رهندو هو. زبان حق ترجمان مان جيڪي الفاظ نڪرندا هئا اُهي پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیْہ جا وڏا خليفه ۽ سجّاده نشين حَضَرَتِ خواجه قُطب الدِّين بختيار ڪاڪي عَلَيْه رِحمَةُ اللهِ الْقَوِی فورًا لکي وٺندا هئا، اهڙي طرح حَضَرَتِ خواجه قُطب الدِّين بختيار ڪاڪي عَلَيْه رِحمَةُاللهِ الْقَوِی جن پنهنجي پير و مُرشِد جي ملفوظات تي مشتمل هڪ ڪتاب لکي. اچو ته هن اجميري باغ مان ڪجھ مدني گُل سماعت ڪريون.

1. جيڪو باوضو رات جو پاڪ ۽ صاف سمهندو آهي ته فرشتا گواه رهندا آهن ۽ صبح جو الله عَزَّوَجَلَّ کي عرض ڪندا آهن: اي الله عَزَّوَجَلَّ! هن جي بخشش فرماءِ، هي باطهارت سُتو هو. (هشت بهشت، ص٧٧ )

2. نماز هڪ راز جي ڳالھ آهي، جيڪو باوضو پنهنجي پروردگار کي چوندو آهي، جيئن ته حديث پاڪ ۾ آيو آهي: اِنَّ الْمُصَلِّيَ يُنَاجِيْ رَبَّهٗ. (کنزالعمال، کتاب الصلٰوة، ٧/١٢٩،حديث:١٩٦٧٠، الجزء الثاني) يعني نماز پڙهڻ وارو پنهنجي پروردگار سان راز جي ڳالھ چوندو آهي. ( هشت بهشت، ص٧٥)

3. جيڪو شخص ڪوڙو قسم کائيندو آهي اُهو پنهنجي گهر کي ويران ڪندو آهي ۽ اُن جي گهر مان خير و برڪت ختم ٿي ويندي آهي.

(هشت بهشت، ص٨٤)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



4. مصيبت ۾ ورتل ماڻهن جي فرياد ٻڌڻ، اُنهن جو ساٿ ڏيڻ، ضرورت مندن جي ضرورت پوري ڪرڻ، بکايل کي کاڌو کارائڻ ۽ قيدين کي قيد کان آزاد ڪرائڻ هي سڀ ڳالهيون الله عَزَّوَجَلَّ جي ويجهو وڏو مرتبو رکن ٿيون. (معين الهند حضرت خواجه معين الدين اجميري، ص۱۲۴)

5. نيڪ ماڻهن جي صحبت نيڪ ڪمن کان بهتر ۽ بُرن ماڻهن جي صحبت بُرائي ڪرڻ کان بچڙي آهي.

6. بدبختي جي علامت (سڃاڻپ) هيءَ آهي ته گناه ڪرڻ جي باوجود به الله عَزَّوَجَلَّ جي بارگاه ۾ پاڻ کي مقبول سمجهي.

7. خدا جو دوست اُهو آهي جنهن ۾ هي ٽي خوبيون هجن: سخاوت درياءَ جهڙي، شفقت سج جهڙي، تواضع (عاجزي) زمين جهڙي.

(خوفناڪ جادوگر، ص۲۵)

فخر و غُرور سے تُو مولیٰ مجھے بچانا
یاربّ! مجھے بنادے پَیکر تُو عاجزی کا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ڪرامتون

مِنا مِنا اسلامي ڀائرو! جڏهن الله عَزَّوَجَلَّ جا مُقرَّب ٻانها پنهنجي سڄي زندگي الله عَزَّوَجَلَّ جي احڪامن کي پُورو ڪرڻ ۽ اُن جي ذڪر ڪرڻ ۾ گذاريندا آهن، دنيا جي لذتن ۽ آسائشن کي ڇڏي تبليغِ قُرآن ۽ سنّت ۾ گزاري ڇڏيندا آهن ۽ الله عَزَّوَجَلَّ انهن کي انعام جي صورت ۾ آخرت ۾ ته



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



بُلند درجا ۽ بي شمار نعمتن سان سرفراز ڪندو ئي آهي، پر گڏوگڏ دنيا ۾ بہ اُنهن جي مقام ۽ مرتبي کي ماڻهن تي ظاهر ڪرڻ لاءِ خصوصيتون ۽ ڪرامتون عطا فرمائيندو آهي. خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه کي بہ الله عَزَّوَجَلَّ بي شمار ڪرامتن سان نوازيو، اچو تہ اُنهن مان ڪجھ ڪرامتون ٻڌون ۽ پنهنجي دلين ۾ اولياءِ ڪِرامن رَحِمَهُمُ اللهُ الْمُبِيْن جي محبت مزيد وڌايون.

## (1) مُئل زنده ڪري ڇڏيو

اجمير شريف جي حاڪم هڪ پيري ڪنهن شخص کي بي گناه سوليءَ تي چاڙهي ڇڏيو، اُن جي امڙ کي پيغام موڪليو ويو تہ پنهنجي پُٽ جو لاش کڻي وڃي، غمگين ماءُ ڏُک ۾ بي حال روئندي حضرت خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي بارگاهِ ۾ حاضر ٿي ۽ فرياد ڪرڻ لڳي: آه! منهنجو سهارو ڦرجي ويو، منهنجو گهر اُجڙي ويو، منهنجو هڪڙو ئي پُٽ هو، حاڪم اُن کي بي گناه ڦاسي ڏياري ڇڏي، هي ٻڌي پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه کي جلال آيو ۽ فرمايائون: مونکي اُن جي لاش وٽ وٺي هلو، جيئن ئي پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه لاش جي ويجهو پهتا تہ اِشارو ڪري فرمايائون: "اي مقتول! جيڪڏهن وقت جي بادشاه توکي بي گناه ڦاسي ڏني آهي تہ الله عَزَّوَجَلَّ جي حڪم سان اُٿي بيهہ." يڪدم لاش ۾ چُرپُر ٿي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي اُهو شخص زنده ٿي اُٿي بيهي رهيو.

## (2) قبر جي عذاب کان ڇوٽڪارو

حَضرَتِ سَيّدنا بختيار ڪاڪي رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا: حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه پنهنجي هڪ مريد جي جنازي ۾ تشريف فرمايائون، نمازِ جنازه پڙهائي پنهنجي مبارڪ هٿن سان قبر ۾ لاٿائون،



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



دفنائڻ کان پوءِ هڪ هڪ ٿي ڪري سڀ ماڻهو هليا ويا پر خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه قبر وٽ ئي تشريف فرما رهيا، اوچتو پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه غمگين ٿي ويا، ڪجهه دير کان پوءِ پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي زبانِ مبارڪ تي اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْن جا الفاظ جاري ٿي ويا ۽ ڪجهه دير کان پوءِ مطمئن ٿي ويا. حَضرَتِ سَيّدنا بختيار ڪاڪي رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا تہ منهنجي عرض ڪرڻ تي فرمايائون تہ عذاب جا فرشتا اچي ويا هئا، جنهن جي ڪري آئون پريشان ٿي ويس، ايتري ۾ منهنجا مرشِدِ ڪريم حضرتِ خواجہ عثمان هاروَني رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه تشريف فرما ٿيا ۽ فرشتن کي چيو تہ اي ملائڪو! اِهو ٻانهو منهنجي مريد مُعِين الدين رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جو مريد آهي ان کي ڇڏي ڏيو، فرشتن چيو تہ هي تمام گهڻو گنهگار شخص هو، يڪدم غيب کان آواز آئي: اي فرشتو! اسان عثمان هاروَني جي صدقي مُعِين الدين چِشتِي جي مُريد کي بخش ڪري ڇڏيو.

## (3) ڇاڳل ۾ تلاءُ

حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جن جا ڪجهه مُريد هڪ ڀيري اجمير شريف جي مشهور تلاءُ ”انا ساگر“ تي غسل ڪرڻ لاءِ ويا تہ غير مسلم ڏسي شور ڪرڻ لڳا تہ هي مسلمان اسان جي تلاءُ کي ناپاڪ ڪري رهيا آهن. اهڙي طرح اُهي حضرات واپس موٽي ويا ۽ وڃي سڄو واقعو خوَاجہ غريب نواز رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ پاڻ رَحْمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيْه هڪ خادم کي ڇاڳل (پاڻي رکڻ جي لاءِ هڪ نڪر جو ٿانو) ڏيندي ارشاد فرمايو تہ : ان ۾تلاء جو پاڻي ڪٽي اچ. خادم وڃي جيئن ئي پاڻي ڀرڻ لاءِ ڇاڳل تلاء ۾ وڌو تہ ان جو سموري پاڻي ڇاڳل ۾ اچي ويو، پاڻي نہ ملڻ



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



ڪري ماڻهو بي قرار ٿي ويا ۽ پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالیٰ عَلَيه جن جي خدمت بابرڪت ۾ فرياد ڪرڻ لڳا، اهڙي طرح پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالیٰ عَلَيه خادم کي حڪم ڏنو ته وڃ ۽ پاڻي واپس تلاءُ ۾ وجهي اچ. خادم حڪم جي تعميل ڪئي ۽ انا ساگر وري پاڻي سان پرجي ويو!

ہے تری ذات عجب بحرِ حقیقت پیارے
کسی تیراک نے پایا نہ کنارا تیرا

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## رسالي "خوفناڪ جادوگر" جو تعارف

منا منا اسلامي ڀائرو! حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالیٰ عَلَيه جي هي ڪرامت شيخ طريقت، اميرِ اهلسنت، بانيءِ دعوتِ اسلامي حضرت علامه مولانا محمد الياس عطّار قادري رضوي ضيائي دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جي رسالي "خوفناڪ جادوگر" مان ورتي وئي آهي. هِن رسالي ۾ حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالیٰ عَلَيه جون نه صرف ڪيترين ئي ڪرامتون ذڪر ڪيل آهن پر گڏوگڏ اولياءِ ڪِرام رَحِمَهُمُ اللهُ السَّلَام جي ڪرامتن تي ذهن ۾ پيدا ٿيڻ وارن وسوسن جي ڪاٽ به ڪئي وئي آهي ۽ آخر ۾ خواجه صاحب رَحمَةُ اللهِ تَعَالیٰ عَلَيه جي منقبت به موجود آهي، هي رسالو هديةً حاصل ڪري خود به پڙهو ۽ لنگرِ رسائل يعني ٻين کي به تحفو پيش ڪريو.

## (5) هر رات طوافِ ڪعبه

حَضرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالیٰ عَلَيه جو ڪو مريد يا محبت ڪرڻ وارو حج يا عمري جي سعادت حاصل ڪندو هو ۽ ڪعبي جي طواف



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



لاءِ حاضر ٿيندو هو ته ڏسندو هو ته خوَاجه غريب نواز رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه ڪعبي جي طواف ۾ مشغول آهن، هوڏانهن گهر وارا ۽ ٻيا رشتيدار هي سمجهندا هئا ته پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه پنهنجي حجري ۾ موجود آهن، آخرڪار هڪ ڏينهن هي راز کُلي ويو ته پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه بيتُ الله شريف حاضر ٿي سڄي رات ڪعبي جي طواف ۾ مشغول رهندا آهن ۽ صبح اجمير شريف واپس اچي باجماعت فجر جي نماز ادا فرمائيندا آهن.

## (6) نرالو خزانو

حَضۡرَتِ سَيِّدنا خوَاجه غريب نواز رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه جي آستاني مبارڪ تي روزانو ايتري قدر لنگر جو اهتمام هوندو هو جو سڄي شهر کان غريب ۽ مسڪين ايندا هئا ۽ پيٽ ڀري کائيندا هئا، خادم جڏهن خرچ جي لاءِ پاڻ (رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه) جي بارگاه ۾ با ادب عرض ڪندو هو ته پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه مصلّي جو پاسو کڻندا هئا جنهن جي هيٺان الله عَزَّوَجَلَّ جي رحمت سان خزانو ئي خزانو نظر ايندو هو، خادم پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه جي حڪم سان ضرورت جي مطابق اُن مان کڻي وٺندو هو.

## وصال شريف

پاڻ رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه جي وفات جي رات ڪجهه بزُرگن خواب ۾ الله عَزَّوَجَلَّ جي محبوب صَلَّى الله تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي هي فرمائيندي ٻڌو ته "منهنجي دين جو مُعين (مددگار) حسن سنجري اچي رهيا آهن، آئون پنهنجي مُعين جي آجيان جي لاءِ آيو آهيان". 6 **رجب المرجب** 633 **سن هجري بمطابق** 16 **مارچ** 1236ء **بروز سومر فجر جي وقت** محبت ڪرڻ وارا انتظار ۾ هئا ته پيرو مُرشِد نمازِ فجر پڙهائيندا پر ڪافي دير گذري وڃڻ ڪان پوءِ جڏهن خواجه غريب نواز رَحۡمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيۡه جي



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



حجري شريف جو دروازو کولي ڏنو ويو ته غم جو سمنڊ اُٿلي پيو ڇو جو حَضَرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه وفات فرمائي چُڪا هئا ۽ ڏسڻ وارن هي حيرت انگيز ۽ روحاني منظر پنهنجي اکين سان ڏٺو ته پاڻ رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي نوراني پيشاني تي هي جملو نقش هو: حَبِيْبُ اللهِ مَاتَ فِيْ حُبِّ اللهِ (يعني اللّٰه عَزَّوَجَلَّ جو محبوب ڀانهو محبتِ الٰهي ۾ وفات ڪري ويو.

## مزار شريف ۽ عرس مبارڪ

سلطان الهند حَضَرَتِ سَيِّدُنَا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جو مزار مبارڪ هِند جي مشهور شهر ”اجمير شريف“ (صوبو راجستان شمالي هند) ۾ آهي. جتي هر سال سنڌن **عرس مبارڪ 6 رجب المرجب** تي نهايت شان ۽ شوڪت سان ملهايو ويندو آهي ۽ اِنهيءِ تاريخ جي نسبت سان عُرس مبارڪ کي **”ڇَٺي شريف“** به چيو ويندو آهي.اِن عرس ۾ ملڪ ۽ ٻاهرين ملڪن کان هزارين عاشقانِ رسول وڏي جوش ۽ جذبي سان شرڪت ڪري خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪندا آهن.

## خواجه جي صدقي صحت يابي

اعليٰ حضرت، امامِ اهلسنت الشاه امام احمد رضا خان عَلَيهِ رَحمَةُ الرَّحمٰن فرمائن ٿا، ته حَضَرَتِ سَيّدنا خوَاجه غريب نواز رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جي مزار شريف مان تمام گهڻو فيض ۽ برڪتون حاصل ٿينديون آهن، مولانا برڪات احمد صاحب مرحوم جيڪي منهنجا پير ڀاءُ ۽ منهنجي والد صاحب رَحمَةُ الله تَعَالٰی عَلَيه جا شاگرد هئا، اُنهن مونکي ٻڌايو ته مون پنهنجي اکين سان ڏٺو ته هڪ غير مُسلم جنهن جي مٿي کان پيرن تائين ڦرڙيون( يعني داٽا) هيا، اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ئي ڄاڻي ٿو ته ڪيتري قدر (اهي داٽا) هئا، پوري ٻيپهري جو ايندو هو ۽ درگاه



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



شريف جي سامهون گرم پٿرن ۽ پٿرين تي ليٽي ۽ چوندو هو: ”خواجه اگن (يعني اي خوَاجه غريب نواز رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه سڙي ) رهي آهي“. ٿين ڏينهن مون ڏٺو بلڪل نيڪ ٿي ويو آهي.

خواجۂ ہند وہ دربار ہے اعلیٰ تیرا
کبھی محروم نہیں مانگنے والا تیرا

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب!
صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

## بيان جو خلاصو

منا منا اسلامي ڀائرو! توهان خوَاجه غريب نواز رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه جي مبارڪ زندگي جي باري ۾ ٻڌو ته ڪهڙي طرح هڪ الله عَزَّوَجَلَّ جي ولي جي ادب جي برڪت سان سندن رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه جي دل جي دنيا تبديل ٿي وئي، پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه وراثت ۾ مليل وارو باغ ۽ ٻيو سامان خدا جي راهه ۾ صدقو ڪري ڇڏيوءِ خود علمِ دين حاصل ڪرڻ لاءِ راهِ خدا جا مسافر بڻجي ويا. ظاهري علم کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ مُرشِد ڪامل جي ڳولها ۾ خواجه عثمان هاروَني رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه وٽ پهتا ۽ 20 سالن تائين اُنهن جي صحبت ۾ رهي ڪري اُهو مقام حاصل ڪيو جو جڏهن بارگاهِ رسالت صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۾ حاضر ٿيا ته پياري آقا صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن سندن کي هندستان جي ولايت عطا فرمائي، پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه جي ڪردار ۽ عمل کان متاثر ٿي ڪري لکين غير مُسلم اسلام سان مُشرَّف ٿي ويا، اوهان رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَیۡه جي مبارڪ عادتن ۾ سادگي، گهٽ کائڻ، پاڙي وارن سان سٺي انداز سان پيش اچڻ، عفوٗ و درگزر ڪرڻ ۽ مسلمان ڀاءُ جي پرده پوشي ڪرڻ وغيره شامل آهي. الله عَزَّوَجَلَّ اسانکي به بُزرگانِ دين رَحِمَهُمُ اللهُ الْمُبِيْن جي نقشِ قدم تي هلڻ ۽ اُنهن سان گهڻي محبت ڪرڻ ۽ عقيدت رکڻ جي توفيق عطا فرمائي.

اٰمِین بِجَاہِ النَّبِیِّ الْاَمِین صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَیۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## مجلسِ مزاراتِ اولياءَ

مَنا مَنا اسلامي ڀائرو! اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ عَزَّوَجَلَّ دعوتِ اسلامي سڄي دنيا ۾ نيڪي جي دعوت عام ڪرڻ، سنّتن جي خوشبو لٽائڻ، علمِ دين جي روشني ڦيلائڻ ۾ مصروف آهي، دنيا ۾ تقريبًا 192 مُلڪن ۾ پنهنجو مدني پيغام پهچائي چڪي آهي، سڄي دنيا ۾ مدني ڪم کي مُنظّم ڪرڻ جي لاءِ تقريبًا 95 کان زياده شعبہ جات قائم آهن، اِنهن مان هڪ شعبو"**مجلسِ مزاراتِ اولياءَ**" بہ آهي، هِن مجلس جا ذمہ دار اسلامي ڀائر ٻين مدني ڪمن سان گڏوگڏ بُزُرگانِ دين جي مبارڪ مزارن تي حاضر ٿي ڪري مختلف ديني خدمتون سر انجام ڏيندا آهن، مثلاً: صاحبِ مزار جي عُرس جي موقعي تي اجتماعِ ذڪرونعت جو انعقاد، مزارن سان گڏ مسجدن ۾ عاشقانِ رسول جا مدني قافلا سفر ڪرائڻ ۽ بالخصوص عُرس شريف جي موقعي تي مزار جي ويجهو سنّتن ڀريا مدني حلقہ لڳائڻ، جن ۾ وُضُو، غسل، تيمُّم، نماز ۽ ايصالِ ثواب جو طريقو، مزارن تي حاضري جا آداب ۽ سرڪارِمدينہ صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جون سُنّتون سيکاريون ويندیون آهن ۽ گڏوگڏ دعوتِ اسلامي جي هفتہ وار سنّتن ڀري اجتماعن ۾ شرڪت، مدني قافلن ۾ سفر ۽ مدني انعامات تي عمل ڪرڻ جي ترڪيب ڏياري ويندي آهي، عُرس جي ڏينهن ۾ صاحبِ مزار جي خدمت ۾ گهٽي کان گهٽو ايصالِ ثواب جا تحفا پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ صاحبِ مزار بُزُرگ جي سجّاده نشين، خليفن ۽ مزارن جي متوَلّي صاحبن سان وقتًا فوقتًا ملاقات ڪري اُنهن کي دعوتِ اسلامي جي خدمتن ۽ مدارسُ المدينہ ۽ مُلڪ ۽ بيرونِ مُلڪن ۾ ٿيڻ وارن مدني ڪمن کان واقف ڪرڻ وغيره. اللّٰه عَزَّوَجَلَّ دعوتِ اسلامي کي ترقي ۽ عُروج عطا فرمائي.

اٰمِيْن بِجَاهِ النَّبِيِّ الْاَمِيْن صَلَّی اللّٰهُ تَعَالٰی عَلَیْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## ٻارنهن (12) مدني ڪمن ۾ حصو وٺو

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! جيڪڏهن اسين اولياءُ الله جي نقشِ قدم تي هلندي زندگي گذارڻ چاهيون ٿا ته تبليغِ قُرآن و سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ دعوتِ اسلامي جي مدني ماحول سان وابسته ٿي وڃو. اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ هي اُهو مَدَني ماحول آهي جنهن بُزُرگانِ دين جي نقشِ قدم تي هلندي تمام مسلمانن کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جوڌهن ڏنوءِ نيڪي جي ڪمن ۾ ترقي جي لاءِ ذيلي حلقي ۾ 12 مدني ڪمن مان هڪ مدني ڪم نمازِ فجر کان پوءِ مدني حلقو به آهي، جنهن ۾ روزانو، ٽي قرآني آيتن جي تلاوت ساڻ تَرجمو ڪنزالايمان ۽ تفسير خزائنُ العرفان / تفسيرنورُالْعرفان / تفسير صِراطُ الجنان، درسِ فيضانِ سُنَّت (4 صفحات) ۽ شَجْره قادِريه، رَضَويه، ضيائيه، عطاريه پڙهيو ويندو آهي. قرآنِ مجيد پڙهڻ پڙهائڻ ۽ سمجهڻ سمجهائڻ جي ته ڇا ڳالهه آهي. نبي مڪرَّم، نُورِ مُجسَّم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمانِ مُعَظّم آهي: خَيْرُكُمْ مَنْ تَعَلَّمَ الْقُراٰنَ وَعَلَّمَهٗ يعني توهان ۾ بهترين شخص اُهو آهي جنهن قُرآن سکيو ۽ ٻين کي سيکاريو. (بخارى، كتاب فضائل القرآن،باب خيركم من تعلم...الخ،٣/٤١٠،حديث:٥٠٢٧) حضرتِ سيِّدُنا اَنَس رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان روايت آهي ته رسولِ اڪرم، نُورِ مُجَسَّم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو: جنهن شخص قُرآنِ پاڪ سکيو ۽ سيکاريو ۽ جيڪو ڪجهه قُرآن ۾ آهي اُن تي عمل ڪيو، قُرآنِ پاڪ اُن جي شفاعت ڪندو ۽ جنت ۾ گڏ وٺي ويندو. (تاريخ ابن عساكر،٤١/٣،معجم كبير، ١٠/١٩٨ حديث :١٠٤٥٠) هڪ ٻي حديث پاڪ ۾ آهي: جنهن شخص قُرآنِ مجيد جي هڪ آيت يا دين جي ڪا سُنت سيکاري قِيامت جي ڏينهن الله عَزَّوَجَلَّ اُن جي لاءِ اهڙو ثواب تيار فرمائيندو جو اُن کان بهتر ثواب ڪنهن جي لاءِ به نه هوندو. (جمع الجوامع،٧/٢٨١،حديث:٢٢٤٥٤)



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ دعوتِ اسلامي جو مدني ماحول اسان کي اولياءُ الله سان محبت، ذکر ۽ درود جي عادت، نيڪين ڏانهن رغبت، گناهن کان نفرت جو ذهن ڏئي ٿو. هِن مدني ماحول جي برڪت سان ڪيترا ئي اسلامي ڀائر سُنّتن ڀري زندگي گذارڻ وارا بڻجي رهيا آهن. اچو ته هڪ مدني بهار توهان جي آڏو پيش ڪيان.

## سنتن جي بهار

هڪ اسلامي ڀاءُ پنهنجي عيش و عشرت جي خاتمي جي داستان جو احوال ڪجهه هن طرح بيان ڪري ٿو، ته دعوتِ اسلامي جي مشڪبارمدني ماحول سان وابسته ٿيڻ کان پهرين الله عَزَّوَجَلَّ جي ناراضگي وارن ڪمن ۾ زندگي جا ڏينهن برباد ڪري رهيو هئس. فلمون ڊراما ڏسڻ ۽ گانا باجا ٻڌڻ جو تمام گهڻو شوق هو، جيڪڏهن ڪنهن سفر تي وڃڻ ٿيندو هو ته اهڙي بس ۾ويهڻ پسند ڪندو هئس جنهن ۾ فلمون ۽ گانا باجا هلندا هجن، منهنجي زندگي ۾ سنتن جي بهار هن طرح آئي هڪ ڏينهن آئون عشاء جي نماز پڙهڻ مسجد ۾ ويس، نماز کان پوءِ هڪ مُبَلِّغ دعوتِ اسلامي وڏي دلنشين انداز ۾ درسِ فيضانِ سُنّت ڏيڻ شروع ڪيو، آئون به ويجهو ٿيندي شريڪ ٿيس ۽ توّجه سان درس ٻڌڻ لڳس، فيضانِ سُنّت جا آساني سان سمجھ ۾ اچڻ وارا الفاظ ٻڌي ڪري ايتري قدر متاثر ٿيس جو باقاعدگي سان فيضانِ سُنّت جو درس ٻڌڻ منهنجو معمول بڻجي ويو، رِبيعُ الاَوَّل جي مهيني ۾ اسلامي ڀائرن جي ترغيب ڏيارڻ تي اميرِاهلسُنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جا "**مدني مُذاڪرا**" مدني چينل تي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو موقعو مليو، ڀاڻ دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جي علم ۽ حڪمت جا مدني گُل ٻڌي ڪري ايمان تازو ٿي ويو، قبر ۽ حشر جي تياري جو فڪر ذهن ۾ گردش ڪرڻ لڳو، آخرڪار



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



مون زندگي جي بقيہ وقت کي غنيمت سمجھندي دعوتِ اسلامي جو مشڪبار مدني ماحول اپنائي ورتو ۽ اميرِ اهلسُنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جي عطا ڪيل مدني مقصد **”مونکي پنهنجي ۽ سڄي دُنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي“** جي تحت نيڪي جي دعوت جو ڌيڻ ۾ مشغول ٿي ويس، تحرير لکڻ وقت ذيلي سطح تي مدني قافلا ذمہ دار جي سعادت مليل آهي.

سُنتیں سیکھنے تین دِن کے لیے
ہر مہینے چلیں قافلے میں چلو
علم حاصل کرو جہل زائل کرو
پاؤ گے رفعتیں قافلے میں چلو

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب! صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

# دعوتِ اسلامي جي هفتيوار سنتن ڀري اِجتِماع ۾ پڙهيا ويندڙ درود شريف

## (1) جمعه جي رات جو دُرُود

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِى الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ

بزرگن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص هر جمعرات (جمعه ۽ خميس جي وچين رات) هن دُرُود شريف کي پابندي سان گھٽ مان گھٽ هڪ ڀيرو پڙهندو موت جي وقت سرڪار مدينہ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زيارت ڪندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيندي وقت اهو بہ ڏسندو تہ سرڪار مدينہ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کي پنهنجي هٿن سان قبر ۾ داخل ڪري رهيا آهن، [3]

---

[3]...افضل الصلوات علی سید السادات، الصلاۃ السادسۃ والخمسون،ص151ملخصًا



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## (2) سمورا گُناه مُعاف

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰی اٰلِهٖ وَسَلِّمْ

حضرتِ سيدُنا انس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آهي تہ تاجدارِ مدينه صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو :جيڪو شَخص اھو دُرُود شريف پڙھي جيڪڏھن بيٺل ھو تو ويهڻ کان پهريان ۽ ويٺل ھو تہ بيهڻ کان پهريان، ان جا گناھ معاف ڪيا ويندا.[4]

## (3) رَحمت جا ستر دروازا

صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ

جيڪو اھو دُرُود شريف پڙھندو آهي ان تي رحمت جا ستر دروازا کوليا ويندا آھن.[5]

## (4) هڪ هزار ڏينهن جون نيڪيون

جَزَى اللّٰهُ عَنَّا مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

حضرتِ سيدُنا ابنِ عباس رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنہُمَا کان رِوايت آهي تہ سرڪارِمدينہ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو: انھي درود شريف کي پڙھڻ واري جي لاءِ ستر فرشتا ھڪ ھزار ڏينھن تي نيڪيون لکندا آھن.[6]

---

[4] ...افضل الصلوات على سيد السادات،الصلاة الحادية عشرة، ص 65

[5] ...القول البديع،الباب الثانی، ص277،

[6] ... مجمع الزوائد،کتاب الادعية،باب فی کيفية الصلاة...الخ،254/10،حديث:17305



Madinah.iN

Madinah Gift Centre



## (5) ڇهه لک دُرُود شريفن جو ثواب

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِيْ عِلْمِ اللّٰهِ صَلَاةً دَآئِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللّٰهِ

حضرت اَحمد صاوِي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ الهَادِی کن بُزرگن کان نقل کن ٿا هن دُرُود شريف کي هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ڇهه لک دُرُودشريف پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو آهي.[7]

## (6)قُربِ مُصطَفٰي صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَ تَرضٰى لَهٗ

هڪ ڏينهن هڪ شَخص آيو ته حُضُورِ اَنور صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَ سَلَّمَ ان کي پنهنجي ۽ صِدّيقِ اکبر رَضِیَاللهُ تَعَالٰی عَنهُ جي وچ ۾ ويهاريو، انهي ڪري صَحابَہ ڪرام رَضِیَاللهُ تَعَالٰی عَنهُم کي تَعَجُّب ٿيو ته اهو مرتبي وارو شخص ڪير آهي جڏهن اهو هليو ويو ته سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو: اهو جڏهن مون تي دُرُودِ پاڪ پڙهندو آهي ته ائين پڙهندو آهي.[8]

صَلُّوا عَلَي الحَبِيب!          صَلَّي اللهُ تَعالٰي عَلٰي مُحَمَّد

[7]...افضل الصلوات على سيد السادات،الصلاة الثانية والخمسون،ص149

[8]...القول البديع،الباب الاول،ص125



Madinah.iN